# لڙيو سڄ لڪن ۾

شاعري

شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1988ع

## ٻئين ايڊيشن جي

# ناشر طرفان

شاعر شيخ اياز، ١٩٧٥ع جي شروع کان حالتن جي زد ۾ رهيو، ۽ خاموش رهيو.

باز گشتم از سخن زيراڪ نيست
در سخن معني و در معني سخن (فيضي)

اُن کان پنج سال اڳ، ١٩٧٠ع ۾، ”ڪپر ٿو ڪُن ڪري“ جي تخليق کان پوءِ، ١٩٧٤ع جي آخر تائين، هُن منظوم سنڌي ڊراما ”ڀڳت سنگهه کي ڦاسي“ ۽ هيءُ زير نظر شعري مجموعو ”لڙيو سج لڪن ۾“ اسان کي ڏنا. انهن پنجن سالن ۾ هن ”نيل ڪنٺ اور نيم ڪي پتي“ جي عنوان سان ڪيئي اعليٰ اردو گيت ۽ نظم به تخليق ڪيا، جي اڃا شايع ٿي نه سگهيا آهن. پر اُن کان پوءِ، گذريل پنج سال، هن جي شاعريءَ جي ”بيوفا سريت“ هن کان رٺل رهي ۽ اسين هن جي هر طرح جي شعري تخليق کان محروم رهياسين. هيءُ عرصو هن جو ڏيان، البت، پنهنجي سنڌي شعر جي پنجابي ۽ اردو ترجمن ڏانهن رهيو، جيڪي پوءِ ڪتابي صورت ۾ الڳ الڳ ”جو بيجل ني آکيا“ (مترجم- احمد سليم) ۽ ”حلقہ ميري زنجير کا“ (مترجم- فهميده رياض) جي نالن سان شايع پڻ ٿيا. هن عرصي ۾ هُن ڪافي ڪجهه منصبي نوع جا مضمون به سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ لکيا ۽ پڻ ڪيئي تقريرون ڪيون، ۽، اُن سڀ کان وڌ، هڪ تاريخي ناول لاءِ مواد به ڪٺو ڪيو، جو هاڻي وٽس زير تصنيف آهي. هُن جي هنن پنجن سالن جي اَن بي ڪيف جاڪوڙ مان اسان جي لکئي ۾ شايد اُن ناول جي امڪان جي ليک ئي آيل هجي — ۽ اُن کي به اسين پنهنجي لاءِ وڏي هڪ نعمت شمار ڪنداسين.

هيءُ شعري مجموعو، "لڙيو سج لڪن ۾"، جيئن آن جي نالي مان پڌرو آهي ۽ بڻ آن جي فهرست ۾ آيل واين جي هر ابتدائي پد مان ڏسي سگهجي ٿو، شاعر جي انتهائي نراسائيءَ جي ڪيفيت جو ترجمان آهي: باڪ نراسائيءَ کان وڌيڪ، پڙهندڙ کي، شايد، آن جي ڪيفيت ناخوشيءَ يا ناراضپي جي محسوس ٿئي- ناخوشي يا ناراضپو، شديد کان شديد، ايترو شديد، جو آن کان وڌ ڪنهن وصال جي تانگهه، ڪنهن تبديل جو آسنگ ۽ آن وصال يا آن تبديل لاءِ وڌيڪ بيءَ ڪنهن تيز آس جو اظهار شايد ٿي ڪو ٿي سگهي.

"مون کي منهنجي جيءَ ري ملڻو ناهين مور ——
پڻءِ ياري، گهر ڏور ....
"پوءِ بہ ڦان چانو آ پرين تنهنجو پور ——
پڻءِ ياري، گهر ڏور ...."
(ص ٨٦)

اياز جي شعر جو هيءُ مجموعو هن جي واين جو مجموعو آهي، ۽ سڄي سنڌي ادب ۾ شايد ۽ جديد سنڌي ادب ۾ يقينن هيءُ پهريون خالص واين جو مجموعو آهي، جو شايع ٿي رهيو آهي. هن مجموعي ۾ جملي چاليهہ وايون آيل آهن — ۽ اميد آهي تہ اسان جا ادب شناس ۽ نڪتہ سنج، محترم ۽ لائق پڙهندڙ ڏسندا تہ آن جي هرڪ وائي ۽ هر وائيءَ جي هرهڪ مصرع هڪ روشن لڙهي آهي، جنهن ۾ معنيٰ ۽ جذبي جا موتي پوتل آهن.

دل هر قطره را گر برشگافي
برون آيد آزو صد بحر صافي (فيضي)

حيدرآباد سنڌ
١-٢-١٩٨٠ع

# فهرست

لڙهو لڄ لڪن ۾ راسيون رتاڳين
هون ڪي هارياڳهن اڏيون اونداهيءَ ڪري
—شاهه

# وايُون

○

ووڙيندي سون واتَ

لتو سچ لکن ۾.

چپر منجهه چُپي ويا، اوتين اوچا ڳاتَ.

لتو سچ لکن ۾.

کيڏو اهکو پنڌ هو، نه کا چانوَ نه چاتَ.

لتو سچ لکن ۾.

اونداهي ۽ اوجهــرو، رهتُو جيئڻَ جــاتَ.

لتو سچ لکن ۾.



○

کوبہ نہ آیم کَيٌ
آونِي تن جي آدِ-
چَپَرُ ڪالهہ چڙی ويا

وَرِ وَرِ ڏيندم کیترا
اونِي کوِنِي وَدِ!
چَپَرُ ڪالهہ چڙي ويا

آءٌ، آهيئي ڏاکڙا،
هُو جي ڏونگَر ڏَدِ-
چَپَرُ ڪالهہ چڙي ويا





هُو جي ڪالهہ تَڏي
ڇَپَّر مَنجهہ ڇڏِي
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

هاء، ويا هُو قافلا
کهڙيءَ لوء لڏِي !
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

آڏَرِ اورِي نِجهرا
آڏيءَ رات آڏِي
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

جن جا پيرا پُوڄيا
مُنهنجي جيءَ جڏِي
کُهہ جاڻان، ڪاڏي ويا !

واڪا واڪا واء مانِ
تِي اَڄُ سُڃّ سڏِي
کُهہ جاڻان ڪاڏي ويا !

ڳوڙها روڪي ڳوليان

جَبلَ، جـاء تہ ڏي!

ڪُھہ ڄاڻان ڪاڏي ويا!



○

اَڄُ تہ ٻُجھي ويا ٻوڪَ
اوندھہ انڌُوڪارَ ۾

راھُـو* جڻ رڙڪي پيو
ڪِر مان ڪيِي ڪوڪَ
اوندھہ انڌُوڪارَ ۾

ڪيچڙ ۾ ڪيـڙا لڳا
سڀ ڪان سَڳُرَ ٿوڪَ
اوندھہ انڌُوڪارَ ۾

آيـري ايندو اوچتـو
نيٺ تـہ نيزي نـوڪَ
اوندھہ انڌُوڪارَ ۾

●●●

* راھو= ھندو ديومالا جـو ھڪ دئيت، جو سج ۽ چنڊ کي رڙڪي ويندو آھي.

○

موتَ کيا سَڀُ ماتِ
هُوندا ڪيرِ حياتِ.
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان ؟

تارَن ٻنُء سانَّتي چڪي
نِيچُ نگــر جي راتِ.
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان ؟

ڪيسين سُپنا سِڄُ جا
وائــِي سانڍِي واتِ!
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان ؟

اونــدهہ اندُوڪارَ ۾
آءُ ، ڏُکوئي ڏاتِ.
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان؟



○

ڪاريهر جو ٻَڪُّ
ڏُکِيّ ننڍَ ڏُهاڳَ جِي

چَنڊَ ٻَنيهِي عاج جي
ڪِل ڪِل پوڙهو ڪَڪُّ ـ
ڏُکِيّ ننڍَ ڏُهاڳَ جِي

وِهُ ساگر ۾ ويو ٻُڏي
چڙ تہ سُهائو پَڪُّ ـ
ڏُکِيّ ننڍَ ڏُهاڳَ جِي

رات گهُري راڪاس جان
ننڊَ نِدوري ٻَڪُّ ـ
ڏُکِيّ ننڍَ ڏُهاڳَ جِي

○

توڙي ڀونيء دَرَ،
ننڊَ اَچي ٿي ڪانہَ تِي!

ڳورا چَپَرَ پيارَ جا
پَڪيء گهايلَ پَر،
ننڊَ اَچي ٿي ڪانہَ تِي!

ڀويان پاڇا رات جا
ڪاريهَر جــا ڪَر،
ننڊَ اَچي ٿي ڪانہَ تِي!

آف! هي آڀي وڏّجو
ڏيرو، آن جـــي ڏرَ،
ننڊَ اَچي ٿي ڪانہَ تِي!

اورانهين جا آتشا
ڏورانهين جا ڏَر،
ننڊ اچي ٿي ڪانہ تي!

سُپنا مُنهنجي ساهَہ جا
ڪنهن کي تُنهنجي ڪَرَا
ننڊ اچي ٿي ڪانہ تي!



○

مُيُون مالهٽيُون

سکا موتئي گجرا

آيا ڏينهن ڏُهاڳَ جا

چوڏيون چڪ ڏيون،

سُکا موتئي گجرا

نوڙي ڪيڏيون نندڙيون

چوڏينهن چنڊ نيون!

سُکا موتئي گجرا

کُهه جاڙون ايندا ڪڏهن،

ڪيسين جاڙ جيون!

سُکا موتئي گجرا



ڪُنا رات ڪَلال،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

رات نہ ڊاڪر پيار جي
چَندُ نہ ڪنهن جي ڍالَ!
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

پيٽَ ڪي پوَٽو ڪَيو
جيئَڻ جي جنجالَ،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

ٿان مَٽن هَٿڙا
سيڪي ٽيا سالَ،
ميڙو ناهي مَڏُّ تي

وَرنهہ ولّهہ وهــانـيـا
سوُڙها مــائـــيءَ لال،
ميڙو ناهي مَڏُ تي

ٻهَہ ٻهَہ ڪَن ٽا ٻاٽَ ٻر
هاٿي چــورَ چَـنـدالَ،
ميڙو ناهي مَڏُ تي.



○

پينَرُ! ڪهڙو پَتُّ ؟
چَنڊَ رکيبيءَ رَتُّ.
مون کي گيتُ نہ آئڙُي

راوَڻ جهڙيءَ رات ۾
ڪنهن کي سِيتا سَتُّ ؟
مون کي گيتُ نہ آئڙُي

ڪهڙو ڪِينَر کي ڏيان
آڏيءَ جو آتُّ ؟
مون کي گيتُ نہ آئڙُي

پڙڪايان ڪنهن باهہ سان
پنهنجو تارُنءَ تَتُّ!
مون کي گيتُ نہ آئڙُي





ناهي سوتُ مَيارَ
ووءِ ميان، وو ، وو ميان !

صليبن جي ساهُون
ڪيڏي آهه قطارَ !
ووء ميان، وو ، وو ميان !

لُريءَ ۾ لڙڪن پيا
ڪَنڌَ نِوايل يار ،
ووء ميان، وو ، وو ميان !

آهن آڏ قُللارَ ۾
ڪيڏا ڪپيل ڏارَ !
ووءِ ميان، وو ، وو ميان !

لالُ لهوءَ ۾ لَونڊڙيون
ڪيڏا ڪيرَ ڪَپارَ !
ووء ميان، وو ، وو ميان !

آگهو ميان اکيون
پوي جئن نہ پچارَ!
ووء ميان، وو ۽ وو ميان!

سانيي رکو ساهہ ۾
پنهنجا قولَ قَرارَ!
ووء ميان، وو ۽ وو ميان!





## ڪارونجهر تي ڪارِي راتِ-

اونداهو آڪاسُ مٿان، ڪنهن ٽاري ناهي ٽات!

ڪائِي ڀَڪَّ ڀُڪار نہ آئِي ، لُنءَ لُنءَ ڳولي لات!

ڪالهہ ڏٺاسين ڏِيٺا ڏِيٺا، مورَ ٽيا جي ماتِ.

شالَ ورِي ڪا ڪُوڪَ ڪنارِي،چيرِي چُپِّ چُپات!



○

هو جي سينَ ڪيام
کهڙيءَ واٽَ ويام؟
آءٌ تہ پُنَس پنَدَ ۾!
جاڳي جاڳي، جيئڙي
ڪا جا جَهپَّ لڳام
آءٌ تہ پُنَس پنَدَ ۾!
کُهہ چاڻان هَن ڪوهہ ۾
پُنهونءَ سَڏَّ سٽيام!
آءٌ تہ پُنَس پنَدَ ۾!
هِت هُت هوتَ پرو ڄجا
پرجهي پير ڪنيام،
آءٌ تہ پُنَس پنَدَ ۾!
دُوريءَ هُن جي ديسَ جي
سوچي نيڻَ پِنام،
آءٌ تہ پُنَس پنَدَ ۾!





ڪٿن ڪو ڪُوڪاري -

مِڙني مات اَچي وئي

ڏَنوٽيون ڏِگ، چڙي ويا، ڪَتَّ ته تي ڳاري -

مِڙني مات اَچي وئي

آهي ڏوڙ ڏسال تي، هرکنهن اوتاري -

مِڙني مات اچي وئي

واڪي وَسُّ چڙي ڏنو، نعري ناڪاري -

مِڙني مات اَچي وئي

هيلَ ته ساٿو پنُّ پيي، ڪونه چڙيو ڀاري!

مڙني مات اَچي وئي

آهي ڪائي چٽنگ جا ٻارڻ ڪي ٻاري؟

مِڙني ماتِ اَچي وئي

آهي ڪو ڪوهيارُ جو ڏُونگر ڪي ڏاري؟

مِڙني مات اچي وئي

ڏِيڻ جٺن ترڪي پيو، ڪير گهرِي گاري؟
مِڙني مات اچي وئي
چِپُون ڪيهَر ڪَرُ تيون، چيلهه ڍِڳِي چاري-
مِڙني مات اچي وئي
جَڻُ ڪا ڏائڻ ڏيهه کي پيئي ڏهڪاري-
مِڙني مات اچي وئي
هِيءَ وَسيهر وهِ نٿين، ماري يـا ڪاري-
مِڙني مات اچي وئي
چونه چڏين تو تون به اڄ وائيءَ کي واري!
مِڙني مات اچي وئي





لڦُون لالَ ليار،

ڪيرُ چُميندو چاھَہ مان؟

ڳولي لہن ڪونہ ٿا، ڪُلھي ڪوڏيا يارَ.

جوڙي جَڳ جي او ميان ڪھڙي سارَ وِسارَ!

توڙي ڏونگَرَ ڏاڪڙا، پنڌَ، پَراھان پارَ،

ڏاھي ڏُکَ نہ آئُڙيا ويڳاڻا ويچارَ،

مان ۽ سُنھنجو پنڌڙو، ہي ڪنھن کوھُ ميارَ!



آڌر پکيئڙا يار

پنا پولڻ ڏينهڙا

ڪَيئہ ڪيڏيءَ اوڪ، سان اندر جي آپَنارَ!

آيري آتر وڄ جان پوليئہ پولڻهارَ!

تلُ ترايون چمڪيون وُٺا مينگهہ مَلارَ

ڪيڏا وڏ وجهي وئي تنهنجي ڪَنت ڪَنارَ!

مارُو ٿوتي موهيا ڍاڻي ڍنگهرن ڍارَ

چوٽي-چنتا تي ڪُنا وَکر جا ويچارَ

ريت نيائي رُت سان تنهنجي آپ آڌارَ

مرندي تائين منُد ڪان پلي تو نہ پُڪارَ

پُنا پولڻ ڏينهڙا، آڌر پکيئڙا يارَ!





ويلـو وِڄ ڪيـوم

پَنڌُ پرينءَ جو پرتي ٿي ويو
ڪوهَہ اڳي ڪان اوچا ٿي ويا
ڪَهہ ہر سِڄُّ ٻـُڌوم ،

پنڌُ پرينءَ جو پرتي ٿي ويو
ڏُونگرَ ڏادِ اڳي ڪان اڳـرا
جئن جئن ڏيلُ ڏريوم ،

پنڌُ پرينءَ جو ہرتي ٿي ويو
پَتَّرِ مان پڙلاءَ تـہ آيو
چاہ ڪنهن سَڏ ٻُڌوم !

پَنڌ پرينءَ جو پرتي ٿي ويو



○

رڳُ ڏنائون راتِ،
وِهاڻيءَ پرڀاتِ،
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

ڪُھنبا پائي ڪامٽيون
مورٽيون ڪَن ماتِ.
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

اوچَڻَ وَنَّ ولاتَ جا
تاجِي ڏيھي ذاتِ.
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

وائِي لالُ لبيس جي
گھرَ گھرَ وَنيءَ واتِ.
ڪَنِي ڪُنبُ ڇڏي ويا

جاڳي ساريون راتڙيون
جرڪِي جن جي ذات،
ڪِٽي ڪُنبُ ڇڏي ويا



○

ڏرتي! ڪوئي ڏانُ؟
مون کان گيتَ رُسي ويا
ڪَينڊي ڏينهن لڳي ويا
ڪُڪَ منجهاران ڪانُ۔
مون کان گيتَ رُسي ويا
وَر وَر ٻُنيي ٻاهران
سوڙي ويو مهمانُ۔
مون کان گيتَ رُسي ويا
گُوندرَ گينواڙي چڙي
مُنهنجي سُرت سُڄانُ۔
مون کان گيتَ رُسي ويا
ڪنهن کي آ پسائيان
آندر جو ارمانُ!
مون کان گيتَ رُسي ويا



○

ڏينهن تہ آهي ڏنبُ،
سان ۽ جيئڻ جنبُ،
تو بن رات نہ آئُڙي

مُرڪي بيٺو مون مٿان
تولہ تاتي چنبُ،
تو بن رات نہ آئُڙي

ڪيسين هر هر هيڪلو
ماٺهو گهوري سنبُ،
تو بن رات نہ آئُڙي

جي تون سرچين ساڄڻان
گهوريان آءٌ گهمنبُ،
تو بن رات نہ آئُڙي





جيڏيون! جنهن ويرا
واءُ لتيا پيرا،
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!

توڙي ڏونگَرَ چوٽَ تي
ڏاگهن جا ڏيرا،
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!

پَتُّ لڳي تو پَتّ جان،
کهڙا کانديرا!
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!

پينر! هن پنيور جا
ساٿهو سڀ سيرا،
مان ڪِئن جيئنديس جَتّ ري!





سـاريـم سڀُ جـمـارَ
پرت وَنـدن جـا پارَ،
ڏنــي لهنـدم ڏُكــڙا

اکڙين جُهڙَ جهمي پيا،
آئـي سُـنـدَ مـلارَ،
ڏنــي لهنـدم ڏُكــڙا

ڏورانهيـن ۾ ڏيـئَــڙا
سانگيئَڙن جــي سارَ،
ڏنــي لهنـدم ڏُكــڙا

ڏاريا ڏِي جيکي ڏيا
مون كان مُور نہ ڏارَ،
ڏنــي لهنـدم ڏُكــڙا



○

آچُ، آچُ گهوٽري گهاء!
تو بنِ چَين نہ آئيو

ڇيري چَندن ڪاٽَ جئن
مون کي آج مَهڪاءِ!
تو بنِ چَين نہ آئيو

ڪيري وِڄُ وجود تي
جَر ۾ سَپُ جرڪاءِ!
تو بنِ چَين نہ آئيو

آڌيءَ رات آڱار تي
مُنهنجا آنگ نچاءِ!
تو بنِ چَين نہ آئيو

ڪيسين ساز سُتا رهَن
ڳاءِ، وري آج ڳاءِ!
تو بن چَين نہ آئيو



○

واري پنهنجو پــاڻُ،
آءُ آمرُ تِي گيت ڀرِ!

ڪَرمنڊلُ ۽ ڪِينـرو
سانپي نہ ٻيئي ساڻُ،
آءُ آمرُ تِي گيت ڀرِ!

راڳُ، رڳو گهرُ ڀاڳَ ڪان،
جَر ئي سيڪجهہ جاڻُ،
آءُ آمرُ تِي گيت ڀرِ!

جهرمر تارا جـيءَ ڀر
ذنڪو جيئن نيـاڻُ،
آءُ آمرُ تِي گيت ڀرِ!

تو لئہ ٻيو سَڀُ ڪارڻي
مدائيءَ جـو مـاڻُ،
آءُ آمرُ تِي گيت ڀرِ!

سَنسو ساڪَ ڪُساڪَ جو
اياڻـــن آهــيـاڻُ،
آءَ آمرُ ڏي گيت ۾!





ڪيچ وَڏَن ڪُونجون -
شام لٿي آهي
واريءَ سنجهه وڃائيا تُنهنجا پيرا سُون -
شام لٿي آهي
آءٌ آئين ڏي پنڌ ۾ توڙي پيرَ پٿون -
شام لٿي آهي
اڳريون آهن اڳُ ڪان ڏونگرَ ڏاڍايُون -
شام لٿي آهي
ڪيڏو ڏُور لڳين، پيو ويجهو هوندين تون!
شام لٿي آهي



○

ٻرُّ نہ سي ٻوٽا، وَڻو، وَڻو هوتا،

مانُ ء پاڙو پرَٽ جو!

مُون هي ميرا ڪَپڙا عمر سجي ڌوتا،

مانُ ء پاڙو پرَٽ جو!

آجُّ بہ آؤنا ڪالھہ جئن چُنيون ء چوتا،

مانُ ء پاڙو پرَٽ جو!

ڪيڏا آيا ڪيچ مان ڪَر ڪاهي ڪوتا!

مانُ ء پاڙو پرَٽ جو!





ڏُون ڏي ناڏهه ملِيرُ

آءٌ اُهائــي مارُئِي!

ڏوئِي وِهه تي واريو پنهنجو پاڪُ پنيرُ،

آءٌ اُهائي مارُئِي!

آهه اُچايل اڳـا جيان مُنهنجو ساهُ سريرُ،

آءٌ اُهائــي مارُئِي!

هاءِ، آياڳي ماءُ تو كاريو پنهنجو كِيرُ،

آءٌ اُهائــي مارُئِي!

اوڳي! ڏونچاڳهنديءَ مُنهنجي نيڻان نِيرُ!

آءٌ اُهائــي مارُئِي!



○

جانِ جانِ جيان آنءَ
تانِ تانِ تنهنجو نانءَ
مون ڪان سُور نہ وسري-

ڏاڍا تتا ڏينهڙا
للت نہ لنوي ڪانءَ!

واجهُہ نہ وجهي اوپرو
ٽوٽي ھہ ڪي ھانءَ!

ڏرُ ڪُجاڙو تو ٻہان!
مون کهڙو ڏرُ ڏانءَ!

ڏات ٻہ‌تو بن ڏَنءَ ڏنو
ڏانءَ نہ آيو ڏاڻءَ!

تو بن آنءَ نہ آنءَ
ساجن! تنهنجو نانءَ

مون ڪان سُور نہ وسري-





مَکــي چــارَ چَرَّتَن
جيجان تــن جتــن
ساريان پئي سِڳَ کي
او شل! اچـن اوچتو
واري واڳـ وطـن،
جيجان تــن جَتــن
ساريان پئي سِڳَ کي
ڏُونگر مَنجهہ ڏکوئيو
ڏاڍو ڏيـهَن تَـتــن،
جيجان تــن جَتــن
ساريان پئي سِڳَ کي
پنُــن ۾ پنڪــائيو
ڏَن جــي پــارَ پَتَن،
جيجان تــن جَتــن
ساريان پئي سِڳَ کي

تانگهه اُنهن جي تانگهيان
تاتِ اُنهن جي تَن،
جِيجان تن جَتن
ساريان پئي سِڪَّ کي





جيڏيون شال جيَنِ

پرديسي پانڌيئڙا !

سونارن جئن سَنڌيو، روحَن ريهه ڏِيَن،

پرديسي پانڌيئڙا !

اکيون جن لئه آليون ڪَيو جُهڙ جهمَن،

پرديسي پانڌيئڙا !

اکيون آتِ اُڪنديون، جن جي سوُنهن سڪَن،

پرديسي پانڌيئڙا !

مَنَئُون مور نه وسريا، سهسين سالَ ٿِيَن،

پرديسي پانڌيئڙا !

ڪُهه جاڻان ايندا ڪڏهن واري واڳَ وَطن،

پرديسي پانڌيئڙا !

ڪُهه جاڻان ڪَنهن رُتِ ۾ مون سان ميڙو ڪَن،

پرديسي پانڌيئڙا !





تُون تہ وسين ٻي پارَ، مُون
ڏينهُن نہ آلهي ڏَمَّ سان

ڍِڪُون ساهون سِير جي
ٻَجِن ڪو نہ ٻِتارَ، مُون
ڏينهُن نہ آلهي ڏَمَّ سان

پرکين ڏو مون کي ميان
ويهي پاڻ پَرارَ! مُون
ڏينهُن نہ آلهي ڏَمَّ سان

روز جُڪائن جيءُ کي
واڳيتيل وِيچارَ، مُون
ڏينهُن نہ آلهي ڏَمَّ سان

آيَ - ڪَٻي اوڙاهہ جا
ٻُرَن ڪُنَّ ڪَپارَ، مُون
ڏينهُن نہ آلهي ڏَمَّ سان

ڏار ٻہ هوندي، آنهہ تون
مون کان موڙ نہ ڏارَ، مُون
ڏينهُن نہ آهي ڏَمَّ سان





آءٌ سدا ٻيءِ پارِ!
سُهڻيءَ سوچيو سيَر ۾
جُلِي ڄاڃي آئيا ـ ها، پَر ڪيَر ڪُنوارِ!
سُهڻيءَ سوچيو سيَر ۾
لِکِي مُنهنجي ليکَ ۾ آهي لوڪَ ميارِ،
سُهڻيءَ سوچيو سيَر ۾
ڪُنَّ ڪَپيندِي ڪيَر ٻِيِ، اونو ڪنهن اوارِ؟
سُهڻيءِ سوچيو سيَر ۾
وَرَ وريتيون ڪيترِيون ڪا ڪا ڌَرِي تارِ،
سُهڻيءَ سوچيو سيَر ۾
ڏُون ڏِي مُنهنجو آجپو، مان ڏي تو آڌارِ،
سُهڻيءَ سوچيو سيَر ۾



○

ڀيج ڀنيءَ ڀِـجَ گھَڙَ-
پويان پاڇا رات جا

ڪيڏي ڪاري رات آ
ڪيڏي لنبي ڪَڙ!
پويان پاڇا رات جا

اونده، اُتر واءُ ۾
پاڙيءَ تي پَن- جَھڙَ-
پويان پاڇا رات جا

مان ۽ پنهنجو پيچرو
وِڪَ نہ جاڳي وَڙَ-
پويان پاڇا رات جا





آرٽِ نہ اوبيہ اُنَّ

آجُ چيا ڪان ڪاپائتي؟

چَرخو ڇو هِئن چُپ آ؟ اگٽِ ايڏي سُنَّ!

ڪالهوڪيون ڪاپائتيون گهرڪايون ڪنهن ڪُنَّ!

ويهُ نہ وِنگيءَ ڏَڪُّ سان، چَپَن لائي چُنَّ.





ساوَڪ رُت ۾ ساڻورا هيل ڏسي آئين تون،
آيا سَرءِ ڏينهڙا

هَنجَ اُڏاڻا، سَر سُڪا، ڪُچاڙيون ڪوڏيون!
آيا سَرءِ ڏينهڙا

آهن اُتر واءُ جهون آتڻ ۾ اوتون،
آيا سَرءِ ڏينهڙا

مان ۽ آرتَ اُباڙڪا، چار جڏيون جيڏيون!
آيا سَرءِ ڏينهڙا





تو ڪان سوا ميندرا ٻي ڪنهن کي چاهيان؟
آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٺان!
ڪيسين ٻاري ڏيئڙا سنجهي ڪَرَ ساهيان؟
آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٺان!
مون جي مُگرا پاند ۾ ڪنهن سان وراهيان؟
آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٺان!
ڪيسين ساريءَ لوء سان لاڳاپا لاهيان؟
آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٺان!
جُنياري ٿي جڳ ۾ ڪيسين نباهيان؟
آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٺان!
تو ايندي مان آهيان، تُون ناهين، ناهيان،
آءُ تہ مُنهن مُرڪي ڪٺان!





هِيءَ جا ڏَوُڏرن ڏات،
لوئڙ يارن لات،
منهنجي مُلڪ ملير جِي!

روڪي روڪيان ڪيترو
وائِي آڏي وات،
منهنجي مُلڪ ملير جِي!

سونَ سَريڪا سِجَّ جا
سُپنا ساري رات،
منهنجي مُلڪ ملير جِي!

گُونجِي مُنهنجي گيت مان
ٻِـڌرِي تي پرڀات
منهنجي مُلڪ ملير جِي!





چاريُن پَر چايُون
پنهنجون پرايون
ڳالھ مڙيوئي هِڪڙي

هرڪو هرڪنهن جا وتي
ڳَٽ ڳچيءَ پايُون،
ڳالھ مڙيوئي هِڪڙي

ڳالھ تہ آهي وڏي جي
چا بہ هُجن وايُون!
ڳالھ مڙيوئي هِڪڙي

هيٺَن هِيٺايَن مٿان
ڏاڍن ڏاڍايُون،
ڳالھ مڙيوئي هِڪڙي

تنهنجا ڳوڙها مون رُنا
توکي ڳَر لايُون،
ڳالھ مڙيوئي هِڪڙي



○

لُنءِ لُنءَ نڪتِي لاٽَ
ڪُونجُون ڪُڏڪيون روھہ ۾

جھرمر جوت ٻرِي پئي
آئـي چَپَـر چـاٽ،
ڪُونجُون ڪُڏڪيون روھہ ۾

جرڪِي پيئي جِيءَ ۾
واڏگيئڙن جي واٽَ،
ڪُونجُون ڪُڏڪيون روھہ ۾

ڏورانهين جي ڏاھہ سان
آيـريـا اوچـا گهاٽ،
ڪُونجُون ڪُڏڪيون روھہ ۾

مارگـا ۾ مَرڪن پيا
لـڪئـي ساڻ للاٽ،
ڪُونجُون ڪُڏڪيون روھہ ۾



مَٿي تِنَ سَڄن
او شل ڪَنڌَ نچن
او شل جرڪي جنڊڙي!

ڪيڏي ڪانَ ڪانَ ڪُوڙجي،
ساڏِي چُپّ سڄن!
او شل جرڪي جنڊڙي!

ڏهڪايو آ ڏيهه ڪي
ڏاڍو هيل ڏڄن،
او شل جرڪي جنڊڙي!

ڏِوَ تي ڪاڏو ڏِوُنيَ ڪي
ٻيهر ٻانسيَ ٻچن،
او شل جرڪي جنڊڙي!

هيڏا هاڃا ٿا ٿين،
ڏسجي ڪير ٻچن!
او شل جرڪي جنڊڙي!

اوراڌڪُهڻ اوڙاهه ڪي
ناهي ڪَمُ ڪچن،
او شل جرڪي جندڙي!

شل ڪي سُونهان سير جا
واهڙَ وڃِ آچن،
او شل جرڪي جندڙي!



٥

رَتو رُنو رات،
رانجهن جهنگ سيال تي.

هيرَ ڏئي ٿي ڏيهہ کي ــ
وِهہُ جون وڻيون واتِ ــ

جوڳين جِيءَ جلائِيو
ڪيڙي ھُور نہ ماتِ ــ

ويرِي وارث شاهہ جا
پڌرا ڪَر پريات!

رَتو رُنو راتِ،
رانجهن جهنگ سيال تي.





جَــبَــل جــاڙَ وڏاءِ،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!

سِـجُ! تـڪا ڪر ترورا ڏـرڇا تيرَ وَساءِ،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!

واءِ! وَسيهر ڄان وَري جيٽ اچا جرڪاءِ،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!

پَٿـر! مُنهنجا پيرڙا گهاءِ اچا پـي گهاءِ،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!

پاڻُ تہ پنهنجو پر ڪيان هلندي هو تن لاءِ،
مون سان ماڙَ نہ ڪَج ميان!





جَــر - ڏيـئا جهمڪن،

سنڌُو تُنهنجي سِيرَ تي

ڪاريون راتيون ڪامٽيون
تــارن ســان ڏِمڪن

سنڌُو تُنهنجي سِيرَ تي

اُتَــرُ، پـيـرَن جهانجهرا،
چوليون ٽيون چِمڪن

سنڌُو تُنهنجي سِيرَ تي

چا چا مُنهنجيءَ ذات مان
چانــدوٽــا چِــمــڪن !

سنڌُو تُنهنجي سِيرَ تي





توکي کهڙي ڪَلُ،
جيءَ نه اچي جهَلُ،
مون کان سِندُ نه وسري
ڪارونجهر جون ڪامڻيون
ڳاڱين ڳاڙهــا ڳَــلُ،
مون کان سِندُ نه وسري

اڪڙيــون آتِ اُڪنڍيون
ڪارُون منجهه ڪَجَلُ،
مون کان سِندُ نه وسري

ڇَپُ ڪڇيون ڪچنار جون
مُڪڙيــون ســاڪَ - پِنلُ،
مون کان سِندُ نه وسري

ڪيئي ڪينجهر ڪَنڌئين
نُوريــون، نيلَ ڪَنولُ،
مون کان سِندُ نه وسري

آڏرن ٿـا جنهن جوُءِ تي
پاريهر جـان پَـلّ ،
مون ڪان سِنڌُ نہ وسري

ڪونجون ڪُڏڪن روهہ ۾
تـارن هيئـان تَـلّ ،
مون ڪان سِنڌُ نہ وسري

باڪون ساڪُون سونهن جون
راتيون رُوپ رَتـلّ ،
مون ڪان سِنڌُ نہ وسري

آتـر اوتـون واءُ ۾
وڇيـنءُ ويلـي آلّ ،
مون ڪان سِنڌُ نہ وسري

تون ڇـا ڄاڻين اوپـرا
توکي کهڙي ڪَلّ !
مون ڪان سِنڌُ نہ وسري

نيٺ ته ڦَرندا ڏيهڙا
چانگي سارا چَـلَ،

مون کان سِنڌُ نه وسري
مون کان سِنڌُ نه وسري ...



○

پيچ پنيءَ پوتارَ
ڪَرا ڏٿا ڪيپ ۾

ڪرا رَتُ چڪندڙا
اُجري آنَّ ميارَ
ڪَرا ڏٿا ڪيپ ۾

ڪرا پگهر واسئان
پورهيت آتَ پُڪارَ
ڪَرا ڏٿا ڪيپ ۾

ڪرا ٻارن ڪُڏڪيون
پوڙهن ٻالڻهار
ڪَرا ڏٿا ڪيپ ۾

ڪرا سُومي سينڌ جا
ونين ۾ ويچارَ
ڪَرا ڏٿا ڪيپ ۾

ڪرا جوين ڏينهڙا
ڳيرن جي ڳڻڪار۔
ڪَرا ڏڏا ڪيپ ٻ

ڪرا پيرن هٿڙا
آڏر لهه آزار۔
ڪَرا ڏڏا ڪيپ ٻ

گُنديونُ گوندر سان پريون
ڪرا وِچ بزار۔
ڪَرا ڏڏا ڪيپ ٻ

گَهر گهَر پينگ، پلاوڙا
ويهي ڪن واپار۔
ڪَرا ڏڏا ڪيپ ٻ

مَرڪي مچُّ مٿي ڪئي
ڪارائي، ڪمدار۔
ڪَرا ڏڏا ڪيپ ٻ





ساڄُهر توڙي سَنجهہ،
سُپنا ساڳيا ساهہ ۾
ڪيڏي ڪارونڀار ۾
هَٿ اُئين ئي وَنجهہ،
سُپنا ساڳيا ساهہ ۾
گونج اڳي جان گيت جي
ڏات اڳي جان ڏَنجهہ،
سُپنا ساڳيا ساهہ ۾
جيون ـ جڳنو چمڪيا
اڄ ڪي اڪين مَنجهہ،
سُپنا ساڳيا ساهہ ۾



O

جيءِ جهپايو آئِ
ماڪ پوي ٿي مانگهه جي

رهڙن ٿا جڙ چنڊ جو
ڇهرو اوچا ڏيئَ،
ماڪ پوي ٿي مانگهه جي

ڌرتيءَ ۾ ڌهڪن پيا
ڪيئي ڳاڙها ڳيتَ،
ماڪ پوي ٿي مانگهه جي



○

نيٺ ته بادل برسيا ٻوڙَ جهليا ٻُوهَن،
وڏا مينهن ملير تي

ڪيڏو ڪاريءَ اُسَّ ۾ لهسايو لُوهَن!
وڏا مينهن ملير تي

ڪيڏا وَرت چِڪائيا ڪانئينَ ڪان ڪُوهَن!
وڏا مينهن ملير تي

شال سدائين سرتيون ساوڪ ۾ سُونهَن!
وڏا مينهن ملير تي



○

ڇَن ڇَن ڪَن ٿا ڇَنَّ
پايل پايل پَنَّ،
آڏو ميڻهن اگُوندرو

پلر جي پالوٽ مان
ڏوتا مارُن مَنَّ،
آڏو ميڻهن اگُوندرو

مُڇَن مُرڪ مليرجي
ڪَڇَن ڳاڙها ڳنَّ
آڏو ميڻهن اگُوندرو

لڇَن لوڍن لاڪ سان
ڇَڇَن اڇا آنَّ،
آڏو ميڻهن اگُوندرو

گهڙا چائي چيلهه تي
ڌاڙيا تن جا تَنَّ،
آڏو ميڻهن اگُوندرو

ڪيڏو من کي ڀانئيا
ساجهر سانجهيءَ ونءَ!
آڏو سينهن اگوندرو



○

وڃــون وجهـي ورَ
ڪُڻسن منجهه ڪڪرَّ،
ٻوند نه وسي ٻُٽَّ تي

گولاڙن ۾ گــلــڙا
ايندا، ڪنهن ڪي ڪَرَّ!
ٻوند نه وسي ٻُٽَّ تي

واجهه وجهي ٿي آپ ڏي
وَر وَر تنــي ٿَرَّ،
ٻوند نه وسي ٻُٽَّ تي

سُــنَّ سنيهــا ڪيتــرا
پارِ نه آڏِرن پَرَّ،
ٻوند نه وسي ٻُٽَّ تي

سڄڻ! ساڻوڻ ساءَ اچ
ڀَسُ هِي ڀَٽ ڀَدَرَّ!
ٻوند نه وسي ٻُٽَّ تي





اڪيون اڪين ساڻُ
ڳالهائن تيون ڳجهه ۾.

ساجن سونهن ورونهن جو ناهي ڳڻن ڳاڻُ.
ساجنُ روپَ سروپَ ۾ ڀلاڻِن جو ڀاڻُ.
چڪي ويو چوهه سان منَ کي مهراڻُ.
ڀُرندڙ ڀڪون سِير ۾ چوليون اُڀَّ اُساڻُ.
ڀائي ڳَلِ ڳراڏڙيون پاڻَ سڃاتو ڀاڻُ.



○

آرَ اُڪاري ڪيرُ!

نہ ڪنهن ناوَ نہ ترهو.

گهور گهنائون گهاٽ تي پو بہ نہ پٽ تي پير.

ڪيڏو ڪارونپار آ ڪيڏو واڳن وير.

گهوريا جيئڙ ڏينهڙا ساجن سنگ متير.



○

رتـا مـولـهـ مـَٿَـن ،
پـانـڌي مـَـتَ پـَـٽَـن ـ
ڏسندي لهندم ڏڪڙا !

ن
رڳـو جيءَ جـَلائـيـو
ور ور جـوٺ ـ جـَٽَـن ـ
ڏاگها ڏور ، ڏهاڳڻيون
ساڳيو مـَرُم نـَـٽَـن ـ
سرڏيون سج اُپار سان
اچـڻـو نيٺ آٿَـن ـ
ڏسندي لهندم ڏڪڙا !





ٻڌيءَ تٽ نہ اچ، لالڻ لاءِ نہ ڏينهڙا!

ڪاريون راتيون ڪسونيون، پل پل ڪوڙو ڪچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينهڙا!

جهانجهر آڇي سون چون، نيچ نگر ۾ نچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينهڙا!

جيئڻ جهيٽي باهڙي، مچ نہ ساڳو مچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينهڙا!

ڪوڙ پسارو جندڙي، ساجن تون ئي سچ،
لالڻ لاءِ نہ ڏينهڙا!





ڪام نه ڪرهي مار،
سوٽي منجهه مهارَ
جنهن کي پنهونءَ پوئيا

ڳولي پُنءَ پنهور جي
جنهن جي نيڻَ نهارَ۔

ڪام نه ڪرهي مار...

ٿَليون ڏُونرن سان ميان
جن ۾ پنڌَ۔ پُڪارَ۔

ڪام نه ڪرهي مار...

گونج پڌين ڏو گيت جي
جئن ڪا ڪونج آڌارَ!

ڪام نه ڪرهي مار...





## ڇهيڙي اُگارين

ڪيسين سيڪيان هتڙا !

ڇو هئن پيالِيءَ پِنَت جا ذيئا تو ٻارين !

ءِ ڀو اوت اُلاوَ جِي منيءَ تي هارين ؟

منهنجيءَ اُڄ اُساٽ کي جرڪِي جيئارين !

وارِي جيئڻ جا جَهلا مون کي ڏو مارين !

او شل سرچِي سِڪ سان پرچِي پيئارين !



O

سانجهيءَ سِجَ ٻڏو،
رڻ ۾ پَئي راتڙي.
ڪَٽڪي اڄ ڏڪونجڙين
هَنيو روهہ ڏُڏو،
رڻ ۾ پَئي راتڙي.
تاري ٽمڪو ناهہ ڪو
سارو اُپَّ پُڏو،
رڻ ۾ پَئي راتڙي.
ها، پر مون ساڏاريو
متان لَڪ لُڏو!
رڻ ۾ پَئي راتڙي.
تن ڪي چئو ايترو
'ڪَرها گهت ڪُڏو!'
رڻ ۾ پَئي راتڙي.





ڪتي رات پَئي،
رڳو روهَہ رَئِي-
نہ ڪو پڳُ نہ پَهيئڙو.

ڪنوڻ ڪِجي آپ ۾
ڪاريءَ ڪِپ وئي-
نہ ڪو پڳُ نہ پَهيئڙو.

جُهڙ ۾ جهيڻيءَ باهہ جئن
ڪُوڪَر ڪونج ڪئي،
نہ ڪو پڳُ نہ پَهيئڙو.

چَپَّ سلايئہ اوچتو
مون کي چنگ ڏئي،
نہ ڪو پڳُ نہ پَهيئڙو.



O

واڪا ڪري واءُ!
ڪيڏو تتيءَ تاءُ!
ڪيڏا ڪوسا ڪڪرا!
اهڙيءَ سُجَ اپارَ ۾ ڪهڙو سات سماءُ!
پنهنجن پيرن جو پيو چرڪائي پڙلاءُ.
ماڳُ نه پيڙو پاڳ، ڪي لُنءِ لُنءِ پو به لڳاءُ.
آءٌ آساهو، ڏيرِ ڏي مون ڪي ڏرتي ماءُ!



○

هِيءَ تنهنجي يـاري
ڪُنڍِي ڪاپـارِي!

مون ڪان مُور نہ وسرين.
مور نہ وئين مَنَّ مان اڇي هيڪاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
جُڙي مون سان، جندڙي تو جئن جيئاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
تو بن مان جئن لُڏَ ۾ ڏانگر جي ڏاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
تو بن مان جئن سمنڊ جي وِيرَ بنان واري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.
آءُ اُجهاڙل ڏيئڙو ۽ تون ڏيـاري،
مون ڪان مُور نہ وسرين.





او شل هوت اچن
اڪيون جن جي آسري!

هو جي ڳاڙهيون لونگيون ڪلهن مٿي ڪن،
اڪيون جن جي آسري!

جن لئہ منهنجا ٻول جئن گربيون ساڻ گلن،
اڪيون جن جي آسري!

جن وٽ منهنجون ڳالهڙيون جئن ڦل ڦاڳ ڦلن،
اڪيون جن جي آسري!

جن سان منهنجو نينهن جئن ساڻون سينهن وسن،
اڪيون جن جي آسري!

ڏاهي سارا ڏوهہ شل مون وٽ ڏاڍو ڪن،
اڪيون جن جي آسري!





تنهنجيءَ جوڙ جهاڪ

موهن ، مون من موهيو .
مون ۾ ور ور وسوسا، پيار نہ ڪائي پَڪَ -
موهن ، مون من موهيو .
مون مَنُ ڪاڻهہ ويڙهيو، ٻاهر جهولا جَهڪَ -
موهن ، مون من موهيو .
پٽ پٽيهر ٿي ويا مون لئہ ترڇا لَڪَ -
موهن ، مون من موهيو .
ڏڪڻ ٻہ ڏاڙهونءَ گُلڙا، ڏڪ ٻہ کهڙا ڏڪ !
موهن ، مون من موهيو .
مون ۾ سڀ ڪان اڳڻ ۾، تنهنجي ميٺهن مَهڪَ -
موهن ، مون من موهيو .
او شل، اچين اوچتو ، واريءَ ڦُلن آڪَ !
موهن ، مون من موهيو .
صدين سان سَرچي وڃي مَنهنجو پَلُ پَلَڪَ -
موهن ، مون من موهيو .





آڌر، اڙي او ڪانگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين ؟

تون چا چاڙين باذورا ، اڄڪلهہ سڄڻ سانگ!
نرجا، چالئہ ٿو لنوين؟

سُرہو سُڪو اڪڙئين، مُکرا سُڪا ساذگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين !

رڻ ۾ روجهہ چُپي ويا، ڏيئي چوهہ چلانگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين !

آءُ بہ پوان آهلي، سُڻي سانجهيءَ بانگ،
نرجا، چالئہ ٿو لنوين !





پُنء پاري ، گهرُ ڏُور ،

ڪَرها آرها پنڌ ۾

مون کي سنهنجي جيئري ملڻو ناهين مُور -

ڀوء ٻه ڦُلن ڇاڏو آ ڀرين تنهنجو ڀُور -

لُنءَ ۾ مون نه لڪائيو تَتِي ڏينهَن تنورُ -

شال نه لڳِي لَنوَ ٽئي، لڳا، ته ٽيا چورُ -

پُنء پاري گهرُ ڏُور !



ڪلّ ڪٿوريءَ جيئن

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.

ڪنول ڪارونيار ۾ اکيون سيئن،

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.

وڳا سُرَّ سرير ۾ اڳ، نہ ڪڏهن ايئن،

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.

جئن ڪي ڪَر ڪن ڪونجڙيون تَنَّ تنوارون تيئن،

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.

جنهن مون جيءُ سُواسيو تنهن بن ڪندس ڪيئن!

سُرهيون ساجن ڳالهڙيون.



O

ڪَڪَر جھڙُ ڪارو

ليڙا ماندا لُڪ ۾.

اکين ڪان اوجهل ڏيو پنهون پنارو.

ڪَهنديءَ ڄمون سوچيو ’ڪَهڙو ڪاهيارو!

’لَڪَن لڙڪان ڪيترو، اوڙهي انڌارو‘!

’نہ مون لاءِ للات ۾، نہ تون ڪو تارو.‘



نيو فيلڊس طرفان فيبروريءَ ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون

مصنف: الطاف شيخ

نيو فيلڊس طرفان مارچ ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

ڪربلا ۽ جلاوطن

ڪان پوء

سنڌ جي مشهور ليکڪا

نورالهديٰ شاهه

جو نئون ڪتاب

رڻ ۽ رڃ جو اتهاس

شايع ٿي رهيو آهي.

سراج جو نئون ناول

مرڻ! مون سين آءُ!

نيو فيلڊس جو شايع ٿيل پلاٽينم جوبلي ڪتاب

# ”موتي جي مهراڻ جا“

## مرتب: فيروز احمد

هن ڪتاب ۾ ۴۸ مشهور هند ۽ سنڌ جي ليکڪن جون هڪ هڪ صفحي جيڏيون خوبصورت تصويرون، تعارف ۽ لکڻيون شامل آهن.
جهڙوڪ: شيخ اياز، ع.ق.شيخ، جمال ابڙو، محمد ابراهيم جويو، شيخ حفيظ، سراج، محمد عثمان ڏيپلائي، سوڀوگيانچندائي، علي احمد بروهي، غلام علي الانا، غلام رباني، رسول بخش پليجو، اياز قادري، رشيد ڀٽي، تنوير عباسي، ماهتاب محبوب، بشير موريائي، امر لعل هنگورائي، نجم عباسي، موهن ڪلپنا، سندري اتمچندائي، پوپٽي هيرا نندائي، ثميره زرين، ممتاز مرزا، نسيم کرل، امر جليل، آغا سليم، غلام نبي مغل، علي بابا، قمر شهباز، خيرالنساء جعفري، عبدالقادر جوڻيجو، حميد سنڌي، مدد علي سنڌي، ظفر حسن، حليم بروهي، الطاف شيخ، ايشور چندر، نذير قاضي، زرينه بلوچ، مراد علي مرزا، فضل احمد بچاڻي، مولانا گرامي، شمشيرالحيدري، امداد حسيني، ولي رام ولڀ، قاضي خادم، ارجن شاد، فتاح هاليپوٽو، پروفيسر رام پنجواڻي وغيره.
اڇي ڪاغذ تي ڇپيل- صفحا 412- آفسيٽ تي ڇپيل پنجن رنگن ۾ خوبصورت ٽائيٽل- قيمت سادي ڪاپي -/55 اوچي -/75 رپيا

---

شيخ اياز جو تازو شايع ٿيل ڪتاب

# ”راج گهاٽ تي چنڊ“

انقلابي شاعري تي مشتمل ڪتاب. ابراهيم جويي جو لکيل مهاڳ-خوبصورت ٽائيٽل ڪان علاوه ڇهن رنگين اسڪيچز سان سينگاريل-اڇي ڪاغذ تي ڇپيل-صفحا-۲۰۰-قيمت: ڪچي جلد سان -/۴۰ رپيا، پڪي جلد سان -/۶۰ رپيا.

## نيو فيلڊس جا جلد ايندڙ ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ٠١ | ڏاهي جهرڪي ۽ پيون آڪاڻيون | الطاف شيخ |
| ٠٢ | رڻ ۽ رڃ جو اتهاس | نورالهديٰ شاهه |
| ٠٣ | ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي (شاعري) | شيخ اياز |
| ٠٤ | مرڻ! مون سين آءُ! (ناول) | سراج |
| ٠٥ | رات وچ ۾ (ناول) | برٽ هاليڊي |
| ٠٦ | شاهه لطيف جي شاعري (جلد i، ii ۽ iii) | تنوير عباسي |
| ٠٧ | جت جر وهي ٿو جال (سفر نامو) | الطاف شيخ |
| ٠٨ | وڇون وسڻ آيون (شاعري) | شيخ اياز |
| ٠٩ | انقلابي ماءُ (ناول) | مترجم: آزاد قاضي |
| ٠١٠ | ماءُ ڌرياڻي (ناول) | مترجم: نجم عباسي |
| ٠١١ | پاپ ۽ پيڙا (ناول) | رشيد ڀٽي |
| ٠١٢ | اڪ سور (ناول) | رابندر ناٿ ٽئگور |
| ٠١٣ | سورن سانڊياس (ناول) | وڪٽر هيوگو |

نيو فيلڊس جو شايع ٿيل ڪتاب ١٠١ نمبر

سنڌيءَ جي جهوني ترقي پسند ليکڪ نجم عباسيءَ جڏهن محسوس ڪيو ته سنڌيءَ ۾ ناولن جي کوٽ آهي ته هن ناول لکڻ شروع ڪيا، ۽ هڪبئي پٺيان ٻه ناول لکي شايع ڪرايائين. هاڻي هن جو ٽيون ناول اچي رهيو آهي:

**”تلاش“**

هڪ عورت جو حويليءَ جي قيد مان نڪرڻ جي تلاش،
پنهنجي انقلابي مقصد ماڻڻ جي تلاش،
چادر ۽ چوديواريءَ جي پوسٽ مان ٻاهر اچڻ جي تلاش،
تعليم حاصل ڪرڻ جي تلاش،
پنهنجي ٻارن کي پنهنجين محرومين کان بچائڻ جي تلاش،
پنهنجي ڌيءَ کي عورت جي بلندين تي پهچائڻ جي تلاش.
هي هڪ باغي عورت جو قصو آهي!
هيءَ جاگيرداري رسمن خلاف جاکوڙ جي ڪٿا آهي!

اڇي ڪاغذ تي ڇپيل- صفحا 285- خوبصورت آفسيٽ تي ڇپيل ٽائيٽل- قيمت -/30 رپيا.

## نيو فيلڊس طرفان مارچ ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

### مرڻ! مون سين آءُ!

سراج جي نئين ناول مان ڪنيل ٽڪرو:

سنڌ ته سدائين رحمت ۽ پيار جي ڌرتي رهي، جنهن انسانن کي ته ڇا، سمورن جاندارن کي امان ڏني هئي، پناهه ڏني هئي. سنڌين ۾ ته ايتريون برائيون ۽ بدعتون به ڪونه هيون: پنهنجي ۾ پورا، گهرڪان زمين يا ڏنڊي ڏاڙهي ناهين يا مسجد ڏاهين. دين ڌرم جا ارڪان جيترا سنڌين ٿي مڃيا ۽ واپرايا اوترا شايد ملائڪن کي به ياد نه هوندا. گڪدامن تي ڪهل ته ڪو سنڌين کان سکي. آئي جو آدرياءُ ڪندي ڪندي هتي سنڌ سندن حوالي ڪري ڇڏي. رسول(صلعم) جي پيروي ڪندي جيسين ڪنهن مسافر يا غريب يتيم پاڙيواري کي گرهه نه ڪارائيندا، تيسين پاڻ گرهه نه کائيندا، ۽ سنڌ، ڇو ته نبين ۽ اوتارن جي سرزمين، جنهن تي الله سائين پاڻ مهربان هو: ڇا سندس ماڻهو، ڇا سندس پکي پکڻ، ڇا سندس گل ۽ ٻوٽا، ڇا سندس سنڌو ۽ سمنڊ، ڇو ته الله سائين جنت ناهيندي ناهيندي، سنڌ خلقي وينو! ڀلو به هن جي ماڻهن سان ايڏو ظلم، ايترو بغداد ڇالاءِ؟ الله سائين مٿن ڇو ڏمريو هو؟

---

### پڙهندڙن لاءِ خوشخبري

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا هڪ ئي وقت گهٽ ۾ گهٽ ۱۵ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ۳۰ % رعايت ڏني ويندي.

---

### نيو فيلڊس ڪتاب گهر

لبرٽي مارڪيٽ، پرسان سول اسپتال حيدرآباد

حيدرآباد ۾ سنڌي ڪتابن جو واحد دڪان جنهن کان روبرو يا گهر ويٺي خط لکي V.P ذريعي هر سنڌي ڪتاب گهرائي سگهو ٿا. جواب لاءِ جوابي لفافو موڪلڻ ضروري آهي.

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
| --- | --- | --- | --- |
| ۰۱ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | -/۲۰ |
| ۰۲ | جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۱) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۳ | اڏ ملاقات (خط) | طارق اشرف | -/۱.۲ |
| ۰۴ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۵ | جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۲) | طارق اشرق | -/۱۲ |
| ۰۶ | زندگيءَ جو تنها مسافر(ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۷ | ۴- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۸ | بهترين ڪهاڻيڪارن جو بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۹ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۰ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۱ | ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۱) | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۲ | ٽڏا چپ (ڪهاڻيون) | ايشوز چندر | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۳ | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۰۱۴ | ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون(ڀاڱو ۲) | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۵ | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۰۱۶ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۷ | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۸ | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۹ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۰ | دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۱ | دل جو بندر (ناول) | اڊورل آئيويس/نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۲ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/۱۲ |
| ۰۲۳ | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | -/۲۰ |
| ۰۲۴ | ڪنهن سان سور سليان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۵ | فڪر جي آزادي | آسٽيفن زويگ/ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۶ | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۱۶ |
| ۰۲۷ | غلامن جو ٻيڙو(ناول) | ايرڪ ڪارڊر/دوست محمد ڀٽي | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۸ | سي ڏي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۱۵ |

٢٩. عاشي(ناول) هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٠. سي پيڙيون رکين پاڇهه سين (سفرنامو) الطاف شيخ -/٢٠
٣١. سڌارٿ (ناول) هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٢. چپان رس (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٣٣. روح جي ڳولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٤. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون طارق اشرف (ختم ٿيل)
٣٥. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٣٦. سورج هوندي مرجهايل(ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٣٧. آسيه (ناول) هينزي رائڊرهئگرڊ/فضل احمد بچاڻي -/٢٠
٣٨. قلندر (ڪهاڻيون) قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي -/١٢
٣٩. الطاف شيخ جي نوٽبڪ سان الطاف شيخ -/١٢
٤٠. سزا جا سک آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي -/١٢
٤١. بهترين سفرناما الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٢. للڪار(ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٤٣. ڊڪل سريت(ڪهاڻيون) البرتوموراويا/وليرام ولڀ -/١٥
٤٤. لنڊن تائين لفٽ (ڪهاڻيون) الطاف شيخ -/١٢
٤٥. تصوير جون خون آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي -/٢٥
(پڪچر آف ڊورين گري) (ناول)
٤٦. حليم شو حليم بروهي -/١٥
٤٧. پارن جون آکاڻيون الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٨. سپون خليل جبران/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٤٩. سفر يورپ جي ڊائري(سفرنامو) قاضي عبدالمجيد عابد -/٣٥
٥٠. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) مرتب: فيروز احمد (ختم ٿيل)
٥١. چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب -/١٦
٥٢. مس سدا بهارچنبيلي (ناول) الطاف شيخ -/٢٠
٥٣. پيار ڪهاڻي (ناول) نجم عباسي -/٣٠
٥٤. نيڪرو عشق ۽ بغاوت ڪرسٽوفرنڪول/نصيراعجاز (ختم ٿيل)
٥٥. شرم پوتي (ناول) گوبند مالهي -/١٢

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠٥٦ | اکي ايئن هياس (جلد ١) | فضل احمد بچاڻي | ٢٠/- |
| ٠٥٧ | پره کان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ١٦/- |
| ٠٥٨ | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | ١٦/- |
| ٠٥٩ | رڃ ۾ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | ١٦/- |
| ٠٦٠ | مون توکي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) | پوپٽي هيرانندائي | ١٢/- |
| ٠٦١ | آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | ٢٠/- |
| ٠٦٢ | شاهه لطيف جي شاعري | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٣ | آپٽي گهوٽ ته نشا ٽيوئي (سفرنامو) | لوڪرام ڏوڏيجا | ٢٥/- |
| ٠٦٤ | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | ١٦/- |
| ٠٦٥ | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امر لعل هنگوراڻي | ١٢/- |
| ٠٦٦ | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | ٢٥/- |
| ٠٦٧ | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | ٢٠/- |
| ٠٦٨ | پيغامبر | خليل جبران/ستار | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٩ | همه اوست (ناول) | آغا سليم | ٢٠/- |
| ٠٧٠ | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | ١٢/- |
| ٠٧١ | آئيني جي اکيان | ١٧ ساهتڪار | ١٢/- |
| ٠٧٢ | چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | ٣٠/- |
| ٠٧٣ | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ٢٠/- |
| ٠٧٤ | اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٥ | ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | ٢٢/- |
| ٠٧٦ | اکي ايئن هياس (جلد ٢) | فضل احمد بچاڻي | ٢٥/- |
| ٠٧٧ | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | ٢٢/- |
| ٠٧٨ | واٽ وينندي | علي احمد بروهي | ٣٠/- |
| ٠٧٩ | مڪليءَ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٢٥/- |
| ٠٨٠ | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | ١٥/- |
| ٠٨١ | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | ٣٥/- |
| ٠٨٢ | سنگاپور وينندي وينندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٢٥/- |
| ٠٨٣ | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | ١٦/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۸۴. | ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | ۱۵/- |
| ۸۵. | ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | ۱۰/- |
| ۸۶. | ست ڪشميري آکاڻيون | اختر محيعدين/ايشور چندر | ۱۲/- |
| ۸۷. | ٻن چڱن ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | ۱۰/- |
| ۸۸. | ڪوالالمپور ڪجهه ڪوه (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۸۹. | ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | ۴۵/- |
| ۹۰. | سڏن متي سڏڙا | علي احمد بروهي | ۲۵/- |
| ۹۱. | گانڌي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۹۲. | ڀڳل ڪنيڙائيون | خليل جبران/عبدالله الفائز | ۱۵/- |
| ۹۳. | ماستر هريام جو بنگلاڪ وچن.... | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۹۴. | ڪي جو ڀيڄن ڀوليو (شاعري) | شيخ اياز | ۲۵/- |
| ۹۵. | سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ۳۵/- |
| ۹۶. | خط، انٽرويو ۽ تقريرون | شيخ اياز | ۵۰/- |
| ۹۷. | دنگيءَ منجهه درياهه | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۹۸. | ڏيئا تيل ڦليل جا | علي احمد بروهي | ۳۰/- |
| ۹۹. | راج-گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | ۴۰/- |
| ۱۰۰. | موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | ۵۵/- |
| 101. | تلاش (ناول) | نجم عباسي | 30/- |

ڇپرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پَنَ به مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو ته ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)